


# ساهتي پبليڪيشن

ڪنڊيارو ضلع نواب شاهه سنڌ

# ــ هڙئي ذميواريون هٿيڪيون ــ


ڪتاب جو نالو: تارا تارن هيٺ

موضوع: ٻارائتيون ڪهاڻيون

ليکڪ: ظفر عباسي

صفحا: ٨٦

سائيز: ڪرائون- ٢٠ x ٣٠/١٦

سال نومبر — ١٩٨١ع

ڳاڻيٽو، هڪ هزار

ڇاپو: پهريون.

پوش - فوٽو ڄو اسڪيچ، اندريان سمورا چتر ۽ جٽن (ڪئليگرافي) عبدالله سنول

ڪتابت پهريان چار صفحا: شوق خانواهڻ

مُلهه: پنج رُپيا ٠٠-٥ رپيا

ڇپائيندڙ: ناز سهتو -

ــ پارلو: ساهتي پبليڪيشن ڀٽائي بازار ـ ڪنڊيارو ــ

پرنٽرس، الائيڊ پرنٽنگ ڪارپوريشن، حيدرآباد

ڇپائي سونهان: آرٽ پبلشنگ ايجنسي حيدرآباد

---

ARA TARAN HEATH ( Stars Below Stars) Short stories or children written by: ZAFAR ABASI. Published by: AZ SAHITTO: SAHITEE Publication Bhitaee Bazar andiaro Disstt: Nawabshah. SIND.




# جي نالي

## ”اهو پار جيڪو مستقبل ۾“

اديب، شاعر، مفڪر، فاضل، ڊاڪٽر، انجنيئر، وڪيل، مُصوِر، پائلٽ، سائنسدان ..............

بڻجي وينداآهي.

اهو پار:

جيڪو ماني، پاڻي، ڪپڙن ۽ ضرورت جي ٻين شين جي ميسر نه ٿيڻ ڪري — مستقبل ۾ — مزدور، ڪاڻيرو، ٻيرو، فقير...

بڻجي ويندو آهي.

اهو پار: — جيڪو جنم کان پوءِ — گند جي ڍير يا گٽر تان لڌو ويندو آهي.

اهو پار: — جيڪو جنم ئي نه ٿو وٺي — ”.......... ۾...

اهو پار: — جنهن لاءِ ٽئگور چيو آ ته ”هر نئون آيل، پارُ پاڻ سان گڏ هي پيغام آڻي ٿو ته خدا اڃا انسان مان مايوس نا ٿيو آهي“

ظفر عباسي

1.8.1981

ڪنڊيارو سنڌ

# ڪڙو منجهه ڪڙي

آڳياڙي — عرفان مهدي

مُنهنجي ذات ذوهاري، ليک

اِجهو سچ لٿو...... ”

چاچو، ولڻ – ”

سفارش،

بابا بڪ لڳي آ – ”

هاءِ هي حياتي – ”

مِند جو انجام –

سِنڌي رسالو – ”

اڏوري آس – ”

سونا، زيور

ڪرندا قصري ڪوٽ ”

تارا، تارن هيٺ

ڪِتي پڙي ”

سنڌي ساهت سال ١٩٨١

# آگياڙي

عرفان مهدي

هن وشال ڌرتيءَ تي روزانو انيڪ مسئلا ۽ بيشمار حادثا جنم وٺندا رهيا آهن، وٺندا رهن ٿا ۽ شايد وٺندا رهندا.

۽ اِن وسيع ڀونءِ تي ڪي انسان ـ ڪلاڪار جو روپ ڌاري ـ پنهنجي پنهنجي سمجهه / ذات مطابق انهن حادثن / مسئلن کي ـ ڪهاڻي / شعر / تصوير /.......... يا ڪو ٻيو روپ ڏيئي ماڻهن جي اڳيان آڻين ٿا.

ـ فن ڪنهن جي ميراث نه هوندو آهي ۽ ڪوبه سچو فنڪار پنهنجي فن مان مطمئن نه هوندو آهي. خالق پنهنجي تخليق کي سندر کان سندر بڻائڻ جا جتن ڪندو آهي، پر تڏهن ان مان مطمئن ٿي نه سگهندو آهي. ڇو جو فن (ڪنهن به قسم جو) لامحدود هوندو آهي. ۽ ڪوبه فنڪار ان کي ڪا ننڍڙي شڪل ته ڏيئي سگهي ٿو، پر محدود نٿو ڪري سگهي.

ٻار ـ هن ڌرتيءَ تي رهندڙ مڙني انسانن مان وڌيڪ اهميت جو حامل آهي. جو ٻار آئيندي جو ابو ۽ مستقبل جو معمار آهي. اڄ جو هر سٺو ليکڪ، ٻارن لاءِ نٿو لکي. پوءِ ان ڪانڌ ته ٻارن لاءِ لکڻ لاءِ خود ٻار ٿيڻو پوندو آهي ۽ ڪين اها ڳالهه پسند نه آهي ته هو پنهنجي Lover Step مان موٽي اچي ٻارن لاءِ لکن. ۽ ان سلسلي ۾ ”ظفر عباسي“ جس لهڻي جنهن پنهنجي (بقول سندس) Lover Step مان موٽ کائي اچي

ٻارن لاءِ لکيو آهي ۽ اها پنهنجي پر ۾ هڪ وڏي قرباني آهي.

"ظفر" وٽ ذات بہ آهي تہ ذاتو بہ. وٽس لفظن جا انيڪ ڀنڊار آهن. سندس هر ڪهاڻي اسان جي معاشري جو جهرو جاڳندو چٽر آهي ۽ ظفر جي ذهن ۾ سرجندڙ ڪردار اسان جي معاشري، ۽ اسان جي سماج جا گهمندڙ ڦرندڙ ڪردار آهن. جن کي ظفر چٽرڪار بڻجي ڪوري ڪاغذ تي سندن عڪس چٽڻ جي ڪوشش ڪري ٿو.

ظفر جون ڪهاڻيون پڙهڻ سان مان پاڻ کي ڪنهن سئنيما هال ۾ ويٺل محسوس ڪيو ۽ ڀانيم تہ اها ڪهاڻي آئون سئنيما جي پڙدي تي ڏسي رهيو آهيان. جڻ اهو سڀ جيڪو ظفر ڪهاڻيءَ ۾ سمائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي سو مان پاڻ پنهنجي اکين سان پيو ڏسان.

ظفر جون ڪهاڻيون پڙهڻ کان پوءِ ائين ٿو ڀاسي جڻ ظفر پڙهندڙ کي آڱر کان وٺيو پيو وڃي. ۽ ڏيکاريندو پيو وڃي "ڏس! هيءَ جيڪو لال لهوءَ ۾ لت پت لاش، رستي تي، ليٽڙيون پائيندي ڏسين ٿو تنهن جي ڪلپنا هئي تہ هو هڪ سائيڪل وٺي، جيڪا کيس ڳوٺ کان شهر پڙهڻ لاءِ اچڻ ۾ مددگار ثابت ٿئي پر سندس اها آس، "اڌوري آس" رهجيو وڃي.

سندس ڪهاڻي "سفارش" - اڄ جي معاشري جي جهڙي جاڳندي تصوير آهي، جنهن ۾ هڪ ٻار چمني جي ڏيمي روشنيءَ ۾ محنت ۽ مشقت سان پڙهي ٿو. ٻئي طرف وڏيري جو پٽ "سفارش" تي ڪاڻس نمبر

ڏنيو ويجي. ظفر جي اها ڪهاڻي اڄ جي سماج تي ابني
چماٽ آهي. ظفر جتي ٻار کي "ضد ڪرڻ جو انجام"
ڀڏائي ٿو، اتي سندس معصوم ۽ پوتر جذبن کي "بابا
بڪ ليکي آ" جي روپ ۾ پڙهندڙن جي اڳيان پيش
ڪري ٿو. ظفر پنهنجي ڪهاڻي "سنڌي رسالو" ۾
سنڌي ٻارڙن کي "پنهنجي مدد پاڻ ڪريو" جو سهڻو/
سندر سنديش ڏنو ڏئي.

- سندس هر ڪهاڻي اسان جي معاشري جي ڪهاڻي
آهي. سندس سڀئي ڪهاڻيون، هڪ آرٽسٽ جي ٺاهيل
مختلف تصويرن سمان آهن، جن ۾ هن جيون جا انيڪ
روپ ڏيکاريا آهن.

بقول شيڪسپيئر "هيءَ دنيا هڪ اسٽيج آهي جتي
هرڪو انسان پنهنجو پنهنجو رول ادا ڪرڻ لاءِ آيو
آهي"— دنيا جي هن ڏکي اسٽيج تي هلندڙ ڏکي
ڊرامي جا مختلف ڀاڱا آهن. ان ڊرامي ۾ ڪئين هيرا
آهن ته ڪئين ولن. ۽ ڪي ڪئريڪٽر رول. ظفر به
ان ساڳي دنيا جو رهاڪو آهي. هي اسٽيج (دنيا) مختلف
حصن ۽ طبقن ۾ ورهايل آهي. ظفر به ان ئي اسٽيج جو
رهواسي آهي. جيڪو خالق بڻجي، پنهنجي حصي ۽
پنهنجي طبقي تي جنم وٺندڙ مسئلن ۽ دشوارين کي
ڪهاڻيءَ جو روپ ڏئي ٿو!

ظفر جو قلم ڏاڍ ۽ ڌڪاءَ خلاف "حق جو ڻ"
جو ڪردار ادا ڪري ٿو. پاڻ حق جو حامي ۽ سچ

جو ماڻي آهي. سندس ڪهاڻيون ”اڃهو سڄ لٿو“ ۽
”چاچو والڻ“ ۾ ظفر- آهي ڪردار استعمال ڪيا آهن،
جيڪي اسان کي روزمره جي حياتيءَ ۾ ملندا رهن ٿا.
”اڃهو سڄ لٿو“ ۾ پوڙهو فقير پنهنجي پٽ جي دوا
لاءِ خيرات ڏو وٺي ته ”چاچو ولڻ“ کي ٻارن سان ايڏو
پيار آهي جو - ڪمن ڪارڪون ڏيڻ لاءِ سندس من ۾
آنڌ مانڌ متل آهي ۽ وقت ڪان ڪجهه پل اڳ سندس
آنڌ مانڌ به زنگ ٿي لاٿي.

ظفر ڪي به وڏيون / ڊگهيون ڳالهيون نٿو ڪري
پلڻ ڌرتيءَ تي رهي نيري نڀ جون ڳالهيون نٿو ڪري.
هو هن ڌرتيءَ جون ڳالهيون ٿو ڪري، هن ڌرتيءَ
جي انسانن جون ڳالهيون ٿو ڪري، پاڻ هن ڌرتيءَ
جي رهندڙ پيڙا ڀوڳيندڙ آدم جون ڳالهيون ٿو ڪري.

ظفر جون پيون ڪهاڻيون. ”ڪرندا قهري ڪوٽ“
”هاءِ هيءَ حياتي“، ”سونا زيور“، ”ڪٽي بڌي“ ۽
”تارا تارن هيٺ“ به هن ڌرتيءَ جون ڪهاڻيون آهن.
جن ۾ ظفر هن ڌرتيءَ جي مسئلن/حادثن کي قلمبند
ڪيو آهي. آخر ۾ منهنجي به ڪلپنا آهي ته ”ڪرندا
قهري ڪوٽ“.

١٢-٨-٨١
هالا پراڻا

# منهنجي ذات ڏوهاري

شيڪسپيئر جي ورهايل ”ماڻهوءَ جي عمر“ ۾ ستن حصن مان پار پهريان ٻه حصا آهي- پهريون ”ٻالڪڙو“ ۽ ٻيو ”اسڪولي ٻالڪڙو“.

(اسان وٽ پورهيت ٻارڙو ٻه هوندو آ جو به ان حصي ۾ سمجهڻ گهرجي) انهي ٻنهي حصن وارن ٻارڙن لاءِ ٽئين حصي وارا ”پيار ڪرڻ وارا“ چوٿين حصي وارا ”سپاهي“ پنجين حصي وارا ”جج“ ڇهين حصي وارا ”پوڙها“ ۽ ستين حصي وارا ”ڪڪ پوڙها“ ڏي لکندا آهن. ٻارڙن لاءِ نه لکڻ جو هڪڙو سبب اهو به آهي ته ٻارڙن لاءِ لکندڙ انهن ٻنهي حصن کان مٿي چڙهي ويندا آهن ۽ پوءِ ان عمر ۾ ليکڪ کي ٻارڙن لاءِ لکڻ لاءِ ٻارڙو ٿيڻو پوندو آهي، ماضيءَ ڏانهن موٽ کائي پنهنجي ٻالجتيءَ وارا جذبات محسوس ڪرڻا پوندا آهن. ۽ ماضي ڏانهن ماڻهو اهوئي ٻنا هٿڪ جي، منهن ورائي، سارونيون ياد ڪري سگهندو، جنهن جو ماضي مطمئن ڪندڙ هجي — پر جي ايڪڪ چئي ته منهنجو ماضي مطمئن ڪندڙ هو ته پوءِ اهو يا ته ڪوڙ ٿو ڳالهائي يا وري اهو ليکڪ صحيح ليکڪ نه آهي، ڇو جو اديب يا ليکڪ لکڻ شروع ڪندو آهي، ڏاڍ، مايوسيءَ، جبر، ۽ احساس ڪمتري ڏسي يا محسوس ڪري- ان هوندي به اسان وٽ اڄان کي آهين ڪلجڳ ۾ ڪاڙي، جي پوءِ به ٻالجتيءَ جي سارونين کي ساري،

## ۱۰ منهنجي ذات ڏوهاري

ٻار ٿي، ٻاڻ ۾ ٻاراڻا جذبا اوتي ٻارڙن لاءِ لکندا آهن.
هونءَ ته ٻار مان ٿي ته وڏو ٿيو آهي ان ڪري ڪوشش اها ڪجي ته ٻاراڻي مواد جي کوٽ نه اچي، کوٽ جو ڪارڻ به رڳو ۽ رڳو! اهو آهي جو ان حصي وارن لئه ٻئي حصي وارن کي ٿو لکڻو پوي — جڏهن ته باقي حصن لاءِ انهن ئي حصن وارا ٿا لکن.

مون به پنهنجي Lover step مان موٽ کائي ڪجهه ٻارڙن لاءِ لکڻ جي ڪوشش ڪئي آ. مان اناالحق جو نعرو ڪونه ٿو هڻان. ڇو ته ڪوبه فنڪار ڪڏهن به پنهنجي فن ۾ مڪمل نه هوندو آ. ۽ نه ٿي سگهندو آ. پر ٻارڙن لاءِ لکي، پنهنجو فرض پورو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم وڌيڪ اوهان جي راءِ مان خبر پئجي ويندي.

ڪي اديب ٻارڙن لاءِ لکڻ کي يا ته عيب ٿا سمجهن ۽ يا وري پنهنجي معيار لاءِ لهاڻ! ان ڪري ٻارن لاءِ نه ٿا لکن. منهنجي انهن کي به گذارش آهي ته، ”خدارا ٻارن لاءِ لکڻ سان اوهان کان ”سندون“ کسجي نه وينديون. لئه ۽ لقب لڙهي نه ويندا، معيار مري نه ويندو. ڇا ٻار هن معاشري جو فرد ناهي، ڇا ٻار ڪو اميجنري ڪئريڪٽر آ ڇا؟ جو ان کي ترقي پسند ادب مان خارج ڪيو پيو وڃي.“

ٻارڙن جو عالمي سال ۱۹۷۹ ملهايو ويو. سروي مان خبر پئي ته رڳو سڄي سنڌ مان ٻن ٽن هنڌن تي

ٻارڙن جا ميلا منعقد ڪيا ويا ۽ انهن ۾ به اهي ٻار ۽
سندن والدين شريڪ ڪيا ويا جي يا ته ڏوڪڙن وارا
هئا يا وري تنظيم جا ميمبر يا انهن ميمبرن جا مٽ
مائٽ يا دوست! ڪو هڪ ڪتاب به ڊسمبر جي آخر
تائين ميدان تي ڪونه آيو- بس رڳو اعلان ٿيا. (ٻارڙن
جي عالمي سال جي سلسلي ۾ ڪتاب ته ڪافي آيا پر
اهي يا ته ١٩٨٠ ۾ ۽ يا وري ١٩٨١ ۾) وڌيڪ خبر
اها پئي ته سنڌ جي اٽڪل ٩٣% ٻارڙن کي ته اها خبر
به پئجي نه سگهي ته ڪو اهو سال سندن سال ڪري
ملهايو پئي ويو پيو. ته خبر پر ڇا اسڪولي ٻارڙن
کي به نه پيو پڙهائي سگهجي ته هي سال اوهان جو
سال آ؟"

هونءَ ته منهنجون سڀني لاءِ نيڪ خواهشون آهن پر
نهايت افسوس سان اڻين چوڻو ٿو پويم ته "سنڌ گريجوئيٽس
ايسوسيئيشن ١٩٧٩ع واري. ٻارڙن جي عالمي سال سان
انصاف نه ڪيو"

پر ماضيءَ تي ٿو ماري ڪرڻ ڪان سٺو آ ته حال
لاءِ ڪجهه سوچجي! رڳو ١٩٧٩ سال ئي ته ٻارڙن جو
سال ڪونه هئو - منهنجي خيال ۾ ته هر سال ٻارڙن جو
سال آ خدارا اهو سوچي ڪجهه سنڌي ٻارڙن لاءِ ڪيو-
نه ته تاريخ ڪڏهن به اسان ۽ اوهان کي معاف نه ڪندي.

ڪنڊيارو سنڌ — ظفر عباسي

١٠-٧-١٩٨١

—"بابا .... الله جي ڏالي." ڏڪندڙ هٿن ۾ ڪستو اڳتي وڌائيندي چيائين.

"چاچا .... معاف ڪر!" ڪنڌ مٿي ڪري ڏانهنس ڏٺم، سندس نرڙ جون لڪيرون گهريون ٿي ويون، اميد ٽراسائيءَ ۾ مٽجي ويس، ڪستي کي اندرو ٽڪڙو پوئتي ڪري ورتائين جو چڻ ته مان سندس ڪستي مان ڪا شيءِ چورايان ها. منهن ڦيرائي هڪ ڀيرو وري ڏٺائين! سندس اکين ۾ رحم هو. جڻڪ چئي رهيو هجي "روز ڏيندو آن اڄ ڇو نه ٿو ڏين؟"

"پر مان ڇا ڪيان؟ دڪاندار جو پٽ! ٽڪو ڪمايون ٽڪو کائون، ڏيڍ سو فقير روز ٿا اچن ڪنهن کي ڏيان ڪنهن کي نه!"

"چاچا...." اڳتي الائي زبان نه چئي سگهي الائي دل، اڳتي وڌي وري پوئتي موٽي آيو. سندس اکين ۾ نااميدي بجاءِ هاڻي اميد هئي. نرڙ واريون لڪيرون جيڪي اڳ ۾ سمنڊ کان به گهريون ٿي ويون هيون سي هاڻ آهستي آهستي ماٿري (Valley) بڻجي ويس.

"ويهو ...." چيم شايد هو لفظ ٽڪو ۾ سمجهيم ٿي ڪونه.

"ويهي ڇا ڪندم پٽ! اڄهو سچ لٿو ڪر ڪا ڪار ڪتن جي."

"اهو ته صحيح آ پر چاچا ...." —

"پر ڪي ڪمي ڇڏ ٻچا! مون کي وڃڻ ڏي."

"چاچا! ھڪ ڳالھ؟" ۽ وڌيڪ چوان ٿي چوان جملو ڪٽيندي چيائين.

"ڪھڙي ڇم؟"

"چاچا .... اڄ تون اداس ڇو آھين؟" جا ڳالھ دل مان نڪتي سا زبان ڇٽي ڏني.

"ابا منھنجي اداسيءَ کي تون ڇا ڪندين؟ اجايو تون به نه اداس ٿي وڃين، منھنجي ڪري!"

"چاچا ڇڏ ضد کي ٻڌاءِ ڪمي؟"

"پٽ ....!" ھٻڪندي چيائين.

"ھا چاچا...." تڪڙو ڇيم شايد دل جي اڻ تڻ تيز ٿي چڪي ھئي.

"پٽ اڄ ان ڪري اداس آھيان جو ...." جو، لفظ کي ڊرو ڇڏيندي چپ ٿي ويو.

"جو چاچا؟" تڪڙ ۾ ڇيم.

"جو پٽ! لونگ اڄ بيحد بيمار آھي ۽ ان جي دوا لاءِ پئسا ڪونه آھن."

"لونگ ڪير آ چاچا؟"

"منھنجا ڏک ونڊائڻ وارو پٽ! پٽ منھنجي زندگيءَ جو آخري سھارو، منھنجو جيون .... منھنجي تمنا."

"چاچا .... ڙھندو ڪونه آھي ڇا؟...." مون عجيب سوال ڪيو.

"ابا پڙھندو ھو ...."

”پڙهندو هو مان ڇا مراد چاچا؟“

”پٽ پڙهندو هو، هفتو کن اڳ تائين.“

”هاڻي بس ڪئي اٿائين ڇا چاچا؟“

”پاڻ بس ڪونہ ڪئي اٿائين پٽ، پر ماستر بس ڪرائي ڇڏي اٿس.“

”ڇو چاچا؟“ دل اڌما ڪائي رهي هئي.

”پٽ چاڪاڻ جو هو غريب هو .... چاڪاڻ جو هن وٽ في ڏيڻ جا پئسا ڪونہ هئا .... چاڪاڻ جو هن وٽ اسڪول جي نئين ڊريس ڪانہ هئي. ان ڪري کيس ڪڍيو ويو اسڪول مان، ۽ ان ئي ڏک ۾ بيمار ٿي پيو آهي. سخت بيمار! رات سڄي تہ دنيا کان بيخبر هو .... صبح اڪ پٽي هئائين ۽ ڇيو هئائين تہ:

”بابا .... اڄ بہ تون مون کي ڇڏي پڙهڻ ويندين؟“

وراڻيو هوم بچا! تہ، ”تنهنجي خاطر اڄ ئي تہ پڙهڻو اٿم پٽ! تمام گهڻو .... ايترو، جنهن مان ڊاڪٽر جو پيٽ، پرجي سگهي جنهن مان اسڪول جو خرچ پورو ٿي سگهي ۽ جنهن مان استاد جو بہ پيٽ پرجي ....“

”واقعي تون ڏکويل آهين چاچا؟“ ائين چئي وقت جي ڏيڏ تي سوچيندي، بابا جي پادرن جو بہ سڄهندي ڪجهہ سڪا ڪڍي کيس ڏنم، لونگ لاءِ سندس سڪيلڌي لاءِ ۽ سندس زندگيءَ جي سهاري لاءِ.



هميشه مرڪندڙ مهانڊي تي اڄ اداسي ڇانيل هئي- بلڪل اداسي....!!!

”ڇو؟“

”ڇاڪاڻ جو وٽس اڄ ڪجهه به ڪونه هئو جنهن مان ٻارڙن لاءِ ڪارڪون وٺي اچي ۽ پاڻ به روزو کولي ۽ ٻارڙن کي به خوش ڪري.

ڪيس ڪا نوڪري پوڪري ڪانه هئي، بس جي حادثي ۾ سندس سمورو خاندان فوت ٿي ويو هو. هاڻي پاڻ اڪيلو!.... بلڪل اڪيلو- وٽس هڪ اوطاق آ جنهن کي گهر پڻ چوندا اٿس. خدا ڪيس ڪنهن نه ڪنهن نموني پيو تڳائيندو آهي. پر اڄ الائي ڇو خدا جي به دل تان لهي ويو آهي.

هو اداس لمحن جي لهرن ۾ لڙهندي سوچن جي صليب تي لٽڪندي سوچي رهيو آهي ته اڄ هي ٻارڙا مستقبل جا معمار، آئيندي جا ابا، گلاب جيان ننڍڙا، رابيل جيان مرڪندڙ، ڇاڇو ولڻ ڇاڇو ولڻ! ڪندا روزي کولڻ وقت اچن ته هو کين ڪهڙو جواب ڏيندو!! ان سوچ بعد هو اوطاق مان نڪري منجهند جو ڏي وجي، مسجد ۾ خدا کي ياد ڪرڻ ويٺو.

سج لهڻ ۾ باقي اڌ ڪلاڪ وڃي بچيو هو، ڇاڇي واڻ جي دل جي ڌڪ ڌڪ تيز ٿي ويئي پر ننڍڙن به خدا کي سرچائڻ ۾ مگن ۽ مست اڳو پيو هو.

آذان ۾ پندرنهن منٽن جو وقفو هو، چاچو ولڻ اٿيو، اٿي اوطاق ڏانهن روانو ٿيو. مسجد جي در ٽپڻ سان خدا کي چاچو ولڻ ياد اچي ويو. چاچو اڃان اوطاق ۾ گهڙي وڃي کٽ تي مس ويٺو ته در کڙڪيو.

”ڊولڻ هليو آءُ!“ چاچي رواجي جملو چيو.

پرڀان در وٽان ٽپالي لڏندو لمندو اچي چاچي وٽ پهتو.

”ابا خير ته آهي؟“ چاچي چيو.

”چاچا! ٻيو مڙيئي خير آهي، اڄ توهان جا ڏوڪڙ آيا آهن.“

”ابا مون ڏانهن ڪير موڪليندو ڏوڪڙ!- ڪنهن ڪي گهٽا ڏيا آهن؟“

”چاچا!- تون رکو هت صحيح ڪر ته ڏيانءِ ۾ سئو رپيا؟“ ٽپالي چپن تي زبان ڦيرائيندي چيو.

چاچيءَ صحيح ڪري پئسا ورتا. پئسن سان گڏ هڪ خط به هو جنهن ۾ لکيل هو ته:

”ابا خوش هوندين!

احوال ته تنهنجي والد ڪان ۾ سئو رپيا اڌارا ورتا هئم پر وري خبر پئي ته هو ته وڃي خدا کي پڄتو. ”الله کيس جنت نصيب ڪري“ هاڻي تنهنجي نالي هي پئسا موڪلي رهيو آهيان.

فقط

ڪوڙل خان

آذان ۾ باقي ڪجهه منٽ وڃي بچيا هئا، چاچو

ڏکڙو تکڙو اوطاق پرسان چاچي آچر جي دوڪان تان
کجهہ کارکون ۽ کجهہ بسکوٽ کٽمنڊوا ونئي مسجد
ڏانهن رخ رکيو اچان در وٽ مس پهتو تہ روزي کولڻ
جي آذان آئي پاڻ هک ٻن کارڪن سان روزو کولي باقي
سڀ کارڪون ۽ ٻيون شيون سندس لاءِ انتظار ڪندڙ
ٻارڙن کي ورهائي ڏنائين.

چاچي واڻ جي نماز پڙهڻ لاءِ وڃڻ کان پوءِ ٻارڙن
کي اهو چوندي ٻڌم تہ "چاچو واڻ........؟ خوش رهي"
"چاچو واڻ خوش رهي" ۽ جڏهن چاچا نماز پڙهي موٽيو
تہ سندس ملول ۽ مايوس مهانڊي تي هک ٻيو وري
ساڳي مرک تري آئي هئي مرک! اهڙي مرک! جيکا
آمر ۽ لازوال هئي.



— هو ڌرتيءَ تي چنل ڳون وڇايو ويٺو پڙهي رهيو هو. پڙهندي پڙهندي ڪنهن مهل وڃي ٿي ڌرتيءَ سان ٽڪريو، ڄڻڪ پوتر ڌرتيءَ کي سجدو ڪري رهيو هجي..... ۽ وري پاڻ سنڀالي پڙهڻ ۾ مگن ٿي ٿي ويو. سندس آڏو بوڪن ۽ ڪتابن جو ڍير پيل هو. هڪ پاسي کان هڪ چمني ٽمڪي رهي هئي - سندس نصيب وانگر.

ان چمنيءَ تي ڪنهن ڪنهن مهل پتنگ اچي پنهنجي پنهنجي عقيدت جو نذرانو پيش ڪري رهيا هئا — هو سج لٿي کان پڙهي رهيو آهي ۽ هينئر ته چنڊ به پري ڪانا مٿي چڙهي آيو آهي.

رجب ڳوٺ جي وڏيري جي هاري علي جو پٽ آهي. پيءُ جي مرڻ کان پوءِ سندس ماءُ وڏيري جي گهر جو ڪم ڪندي هئي. ان جي ۽ رجب جي مزدوريءَ سان هو گهر جو خرچ پکو به هلائيندا هئا ۽ رجب جي پڙهڻ جو به! رجب ننڍي هوندي کان ئي پڙهڻ ۾ تمام گهڻو هوشيار هو پهرئين ڪلاس کان وٺي ڏهين تائين پهريون نمبر کڻندو رهيو، سڀاڻي سندس مئٽرڪ جو امتحان هو. ڳوٺ ۾ بجلي هئي ڪانه! ۽ جي هئي ته به رڳو وڏيري جي بنگلي ۾ .... رجب ڪڏهن سوچيندو هو ته "ڪاش! اسان جي گهر ۾ به بجلي هجي" پر اهو رڳو هو سوچي ئي سگهيو ٿي.

ٻن مهينن جا چار پيپر ڏاڍا سٺا ڏنا هئا...... اڄ سندس آخري پيپر هو. پيپر ڪرڻ کان پوءِ جڏهن هو پيپر ڪتي تپاسي (چيڪ ڪري) رهيو هو ته اوچتو سندس نظر وچي پر واري سيٽ تي ويٺل آصف تي پئي جنهن جي هنج ۾ قميص هيٺان ٻڪ پيو هو. هن جي من ۾ هڪ چڻنگ دکي...... جيڪا ڪجهه وقت کان پوءِ باهه جو ڀنڀٽ ٿي ويئي – ۽ هي اهو سور دل ۾ سانڍي نه سگهيو ۽ هڪدم پنهنجي سيٽ تان اٿيو ۽ آصف خلاف اگزمنر (امتحان وٺندڙ) کي شڪايت ڪيائين.

”مون پنهنجو ڪم ڪر – تنهنجو ٻين سان ڇا؟“

اگزمنر جو هي جملو ٻڌي ٻنهجي سندس ذهن ۾ لڳو ۽ هو ڪنڌ هيٺ ڪري وري ”پيپر پڙهڻ لڳو“.... دراصل هو آصف جي باري ۾ سوچي رهيو هو – ”ڇا هن پوري آئي نمبر حاصل ڪري نه سگهندس؟

”ڇا آصف (وڏيري جو پٽ) هن ڀيري نمبر حاصل ڪندو پر .... پر مون..... ته ته پيپر سٺا ڪيا آهن“ ۽ خبر نه آهي ته هو ڇا ڇا سوچي رهيو هو.

اوچتو بيل سندس سوچن جي ساگر ۾ لهرون پيدا ڪري کيس ڇڪي ورتو – پيپر اگزمنر کي ڏئي هو گهر ڏانهن آيو. واٽ تي کيس آصف نظر آيو جو ڪو پنهنجي هڪ دوست کي چئي رهيو هو ته:

”رجب مون تي چغلي هنئي آ ان جو نتيجو مان چڱيءَ کيس ڏيکاريندس“. پر رجب اهو جملو ٻڌو ان

ڀڄو ڪري هليو آيو هو ـ اهو جملو هاڻي ڪيس تڙپائڻ لڳو هو.

ڪافي وقت گذرڻ بعد اڄ سندس رزلٽ اچڻي هئي هو صبح ساڻ ماني کائڻ بغير ئي اخبار وٺڻ ويو. اخبار ۾ جڏهن سندس ”اي“ گريڊ واري ڪالم تي نظر پئي ته ڪانئس ڇرڪ نڪري ويو. اتي نمبر آصف جو هو. گهڻي ڳولا ڪان پوءِ جڏهن سندس نظر پنهنجي نمبر تي پئي ته سندس ٽڙيل گل جهڙو چهرو ڪومائجي ويو.... ڇاڪاڻ جو سندس نمبر بي گريڊ ۾ به نه ”سي“ گريڊ ۾ هاڪي روشنيءَ سان ٽمڪي رهيو هو سندس قسمت جي چمڪيءَ جيان.



ـــ ”بابا ........ بابا ........ ٻک .... لڳي آ ....“ خشڪ
چپن تي خشڪ زبان ڦيرائي آلو ڪرڻ جي ناڪام
ڪوشش ڪندي چيائين!
پٽس اهو ٻڌو ان ٻڌو ڪري ڇڏيو ۽ پاسو ورائي
منهن ٻئي پاسي ڪري ڇڏيو.
نِنڊ ڙي نيڻگر پنهنجو ننڍڙو هٿ پيءُ جي وارن ۾
اڙين وجهندي چيو جيئن سندس زال ڪيس وارن ۾ آڱرين
جي ڦڻي ڏيندي هئي.
”بابا .... بابا .... ڏاڍي ٻک لڳي آ ....؟“
هن وري اڳ جيان پاسو ورائي منهن ساڳي پاسي
ڪري ڇڏيو پر ننڍڙي پٽ جي ٻک جي صدا ڪيس
اهو سوچڻ تي مجبور ڪيو ته ”آخر هو ڪيسين
بيروزگار رهندو ـ اڄ وري ڪيس زال ياد آئي جيڪا
جيئري هوندي هئي ته ڪپڙا سبي به پٽ جي پيٽ کي
ڇتيون هڻندي هئي. پر ان جي وڃڻ کان پوءِ ئي ڪيس
اهو احساس ٿيو هو ته ........“
”بابا ........ ٻک ........“
پٽ جا اهي جملا ڪنهن پينو فقير جي صدائن جيان
ڪيس ڏنگي رهيا هئا. پٽ کي اڌ جاڳ اڌ ننڊ مان
آسرو ڏيندي چيائين ته ”ابا الله وڏو رحمان ۽ نهايت
رحيم آهي ـ هو اسان ڏانهن ضرور روزي موڪليندو
ڇاڪاڻ جو اسان جي روزي جو مٿس ئي ذمو آهي.“

”بابا ....... الله ڪٿي آهي؟“
پٽ جي ان سوال کيس سچو سچاڳ ڪري ڇڏيو.
”پٽ الله ڪن جي چوڻ موجب ته ساهه جي رڳ کان به ويجهو آهي پر ايمان لاءِ ته ستين آسمان کان به مٿي آهي.“
”بابا .... ونس ڇا ڇا هوندو آهي؟“ پٽ ڇڇڙ جيان کيس ڇنبڙي ويو هر هر سوالن جا سونٽا سندس دل تي هڻي رهيو هو.
”پٽ ان وٽ سڀ ڪجهه هوندو آهي. هن وٽ پنهنجن ٻانهن لاءِ محل، جلاتون، ميوا، طعام، حورون، پريون، ............ ۽ مطلب ته ضرورت جون سڀ شيون هونديون آهن.“ پٽ کي آٿت ڏيندي چيائين.
”اتي کير ۽ ماکيءَ جون نديون هونديون آهن!!؟“
”اڙي چيو مانءِ ته ها -- اتي سڀ ڪجهه موجود هوندو آ- گهڻو تنگ نه ڪر!“
پٽ جي وري ڳالهائڻ تي هو تنگ ٿي پيو ۽ پٽ کي ڪاوڙ مان چيائين پر پٽ جي دل ۾ اڻ تڻ تيز ٿي چڪي هئي سو ڏڪندي ڏڪندي وري به چيائينس:
”بابا .... اتي ماکيءَ ۽ کير جي ندين ۾ ٻڏي ڪونه وڃبو؟“
”چڱو هاڻي ماٺ ڪر! مٿو نه کاءُ ته ڪوڙيانءِ نه جوتا!“

”بابا .... بابا مون کي ڀڄاءِ نہ تہ اوڏانهن ڪيئن وڃبو آ.“ هن ڀيءُ جي ڪاوڙ ڏانهن ڪوبہ ڌيان نہ ڏيندي چيو.

”هزار دفعا چيو مانءِ تہ ماٺ ڪر.... ڀڄين ئي ڪونہ ٿو!“ هو ڪاوڙ ۾ نيرو ٿي ويو ۽ هٿن کي ٽڪڙو ٽڪڙو ڪٽي معصوم نينگر جي ڳچيءَ وٽ زور ڏئي ڪاوڙ مان چيائين ”هاڻي اڳو پوءِ وڃ الله ڏي، نہ هجي دانس نہ وڃي بانسري! نہ تون ئي هجين ۽ نہ ئي ڪو مون کي تنگ ڪرين.“

”بابا .... بابا .... الله ڏي تہ موڪلين ٿو — مان تہ وڃان بہ ڪٿي پر تون بہ گڏيو هل نہ؟ — مٿان رستو پلجي وڃان ....“ معصوم نينگر ڏڪندي چيو.

نينگر جي ان جملي سندس هٿن کي لوهہ جون زنجيرون بنجي روڪي ڇڏيو. هو پٽ سان گڏ الله ڏي وڃڻ لاءِ تيار ڪين هو، ان ڪري اڄ عهد ڪيائين تہ هاڻي هو ڪيئن بہ ڪري پٽ کي ضرور پاليندو ۽ نہ رڳو پاليندو پر ان کي چڱي طرح نپائيندو ۽ پڙهائيندو پڻ!



— ”اڙي!.... هتي تنهنجي ويهڻ جي جاءِ آهي؟“

سپاهي ڪڙڪيدار آواز ۾ چيو، ”سائين غريب آهيان، مسڪين آهيان، بوٽ پالش ڪري پيٽ پاليان“ چوڏهن سالن جو نينگر هٿ ۾ برش جهلي ليلائي رهيو هو.

”سائين جا پٽ – چڏ بڪواس .... گول ٽي وچ هتان .... اسان جي نوڪري وڃائيندين ڇا؟“

”سائين مان........“

”بس .... بس .... بس! اجهو هتان وڏو صوبيدار لنگهڻو آهي اسان ڪي صفائي ڏيکارڻي آهي.“

”پر سائين ........“ ڇوڪر ليلائيندي چيو.

زوردار چماٽ جو آواز آيو – معصوم نينگر جي ڳل تي ڪارا آڱرين جا پنج داغ ٺهي ويا. وري آواز اڀاميو. ”هل .... هتان .... ٽري وڃ اکين آڏو........“

ڇوڪر جا لڙڪ، ڳلن تان سندس ڪپڙن تي ڪري جذب ٿي رهيا هئا.

ڇوڪر اتان اٿيو .... هڪ نظر سپاهيءَ تي وجهي، هوريان هوريان هلڻ لڳو اڄ هو اندر ۾ وڏي پيو ۽ ماضيءَ جي پهاڙن ۾ ڀٽڪڻ لڳو.

”هو اهڙي گهر ۾ ڄائو هو .... جنهن گهر جو ڏيئو سدائين ٻرندو رهندو هو!. سندس پيءُ ڪي ٽڪرن جي وڏيري زمينن جي معاملي ۾ مارائي ڇڏيو هو ۽ ڪجهه وقت ڪانپوءِ سندس ماءُ ٻئي وڃي پنهنجي مڙس سان ملي.

۽ هاڻي آنڊل اڪيلو رهجي ويو، بلڪل اڪيلو. ماءُ جي مرڻ کان پوءِ هن پڙهڻ به ڇڏي ڏنو هو.... هاڻي هو پالش ڪري، پنهنجو، ننڍڙي ڀاءُ ۽ ڀيڻ جو پيٽ پاليندو آهي. هو سڄو ڏينهن رلڻ سان گڏ سوچيندو به رهيو ٿان جو، سڄ پنهنجو سفر پورو ڪري گم ٿي ويو.

هن ڪي ڪيسي ۾ ماني جا پئسا ڪين هئا، هو اٽڪ لاڙيندو، گهر موٽيو جتي سندس ننڍڙو ڀاءُ ۽ ڀيڻ راهه تڪي رهيا هئا. گهر جو در ٽپڻ سان سندس ڪنڌ هيٺ ٿي ويو. چپ چپات ۾ ڏيڍي ٽپي پريان جاري ۾ پالش جو سامان رکيائين ته ڀاڻس کيس ڇيو:

”ڀاڻو .... ماني آنديءَ؟“ ڀيڻس به پريان ڀاڻس سان انڊي انڊي راند ڪندي ساڳي رڙ ڪئي.

هو ڪجهه ڪڇي ڪين سگهيو ساڳي سامان جي ڳوٿري ڪلهي ۾ اٽڪائي گهر کان ٻاهر نڪري آيو، ان اميد سان ته من ڪو پالش ڪرائي.



— رات ڪافي گذري چڪي هئي، سوڍو! ڇهن سالن جو پيارو پيارو ٻار! بي ترتيبيءَ سان ڇنگهون تيڙي، ٻانهون اڇيون ڪري، وات پٽي، اوٻاسيون ڏئي، ننڊ جو انتظار ڪري رهيو هو. پر ننڊ ڪانئس ڪوهين ميل ڏور هئي."

ڀلا ٻڪ تي به ڪڏهن ننڊ ايندي؟

پر پر ماني به ڇو نه ٿو کائي؟ ماڻس ھي چوٿون دفعو ماني کڻي آئي هئي پر هن کائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. سوڍو جيترو ڏسڻ ۾ سهڻو هو اوترو ئي ذهن جو به هوشيار ۽ ضد جو به پڪو.

اڄ جيئن ئي دڪان تي پٽس کي ماني ڏئي موٽي آيو، تيئن ماڻس کير سان ماني آڻي سندس اڳيان رکي.

"روز .... روز رکي ماني ڪونه کائيندس" سوڍي چيو.

"ابا! اسان ڀلا زميندار ته ڪونه آهيون جو منجهند جو به ڀاڄي ڪون ۽ رات جو به!"

"ڪونه کپي مون کي ماني .... ڪونه کائيندس" سوڍي ضد جي ڳنڍ ڏيندي چيو.

"پٽ! ڏس ڪمائڻ وارو آهي هڪڙو، يعني تنهنجو پيءُ ۽ کائڻ وارا .... اهي ته تون ئي ڪڻي ڳڻ خيرن سان ڏيڍ ٻڌن ڪن ته آهيون. ڀاڻين کي به ٻه سال ٿيا آهن بي - اي پاس ڪيئي، پر اڃان نوڪري ڪانه ٿي ملئيس، ان جي به چٽي اسان تي! پوءِ تون ئي سوچ ايترو خرچ ڪنداسين ته پورا پئجي سگهنداسين؟" ماڻس ڪيس

سمجھائيندي چيو.

"پر مان چوان ٿو ته ڪونه ڪائيندس ماني." سوڍي ضد جي گهنڊ کي ڇڪي ڇڏيو.

"پر ابا! مانيءَ سان به ڪا ڪاوڙ ڪبي آ؟" ماءُ وري ڪيس چيو.

"هڪ دفعو چيم ته ڪونه کپي ماني!".

"ابا .... ترس ڀلا ڪو پتالو ڏئالو ڏسان ته توکي تري ڏيان!" گهڙيءَ بعد سندس ماءُ پتالا تري ماني سان سوڍي جي اڳيان آڻي رکيا پر سوڍي ضد کي ڇڏڻ پنهنجي هار سمجهي سو ماني کائڻ کان صاف انڪار ڪري ڇڏيائين.

ماڻس به ڪافي منٿ بعد دل تي پٿر رکي چپ ڪري وڃي بتي وسائي سمهي پئي.

اڌ رات گذري چڪي هئي - سڀ گهر جا ڀاتي الوٽ ننڊ جي آغوش ۾ ستا پيا هئا. پر سوڍي کي ننڊ اچي ئي ڪانه!

هو سوچي ٿو ته ڪا ڏل ڪري ماني کائجي اوچتو ڪا ڏل سندس دل ۾ ڪر پورٽ جيان ظاهر ٿي:

هو آهستي آهستي پنهنجي کٽ تان لٿو ۽ سڌو بورچيخاني ۾ ويو جنهن جي پرسان سندس پيءُ جي کٽ پئي هئي. هن ماني ڪيڏي پتالن لاءِ جيئن ئي هٿ وڌايو تيئن ئي سندس هٿ وڃي ٿانون جي ڪاري کي لڳو جو

اڇي هيٺ ڪريو. ڪڙڪي تي گهر جا سڀ ڀاتي سجاڳ ٿي پيا. سوڊي کي چور سمجهي سندس پيءُ ٺڪاءُ ڪرايو ڏنڊو مٿي ۾! هو لٺ لڳڻ جي ڪري بيهوش ٿي ويو ۽ ٻئي ڀارڻ ڪان پوءِ خبر پئي ته اهو سوڊو هو!



”چاچا....! هي رسالو ڏسان؟“ هن مايوسيءَ وچان ڪتاب گهر تي ويٺل شخص کي چيو.
”پئسا اٿئي ڪيسي ۾؟“
”نه!“
”وڃ پئسا کڻي اچ.“
”ڏسان جي منهنجي ڪهاڻي ڇپجڻ هوندي ته پوءِ پئسا کڻي ٿو اچان.“
”ٻارن جي ڪهاڻي! وڃ پئسا کڻي آ.؟“
”ڏسان ڪائي ته ڪونه ٿو. وڃانءِ؟“
”ڪونه ٿو ڏيڻ!- اهڙي چماٽ هڻندو سانءِ....!!“
هو وڪريل قدمن سان گهر ڏانهن ويندڙ رستي تي، هلڻ شروع ڪري ٿو.
”بابا ٻه رپيا ڏي سنڌي رسالو آيو آهي؟“ گهر پهچي نماڻائي سان پيءُ کي چوي ٿو.
”پٽ ڪيڏانهن آڻيان ٻه رپيا - اڃا هيئنر ڏهه رپيا مليا آ مزوري .... هن سان ڏي سياڻي سڄو ڏينهن خرچ هلائڻو آهي اتان جي ٻه رپيا تو کي ڏيان ته پوءِ گهر جو گاڏو ڪيئن گهلبو؟“ ڏس گهر جي خرچ جو تفصيل ٻڌائيندي کيس چيو.
”بابا .... اڳ ۾ ڪتاب گهر واري کي چيو هئم ته سنڌي ڪتاب ۽ رسالا چوڻ ٿو گهرائين - ته چيو هئائين ته ”هتي ٻارن وٺندو سنڌي رسالا“ پر هاڻي الائي ڪيئن گهرايا اٿائين جي مان نه وٺندو سانس ته وري ڪونه

## ٥. سنڌي رسالو

گهرائيندو."

"نه گهرائي ته وڃي ڪري ڪڏ جي تري ۾."

"بابا پوءِ سنڌي ادب جو واڌارو ڪيئن ٿيندو؟"

"سنڌي ادب جو قدردان ته اڃا تون ٿيو آهين.
ٻين سڀني وٽي ڇڏيا باقي رهيل به تون آهين، ها نه؟"

"بابا! مون کي به رپيا ڏي." پيءُ کــي انگل
ڪندي وري چوي ٿو.

"ڇگو هاڻي بس ڪر نه هڻائين نــه چماٽ درسي
ڪتاب پڙهي ڇڏيئي باقي رهيا اٿئي ادبي ڪتاب سي ٿو
موتبر پڙهي."

"بابا اهي به جو پڙهندو آهيان؟"

"ڙي! بس نه ٿي اچئي، پڙهين به پڙهيو هو، جيئن
توکي پڙهايو اٿم تيئن وڃين ٿو انگل ڪرين - هاڻي جي
پئسا گهريا اٿئي ته ڪيرايانءِ ٿو نالو اسڪول مان."

اسڪول مان نالي ڪٽڻ جو ٻڌي هو ڏکي ويو.
هن کي جهٽڪ شاڪ لڳو. دو چپ ڪري وڃي کٽ تي
سمهي پيو. رات ٿي چڪي هئي ننهن هوندي به ڪيس
ننڊ نه پئي اچي. هو سوچڻ جي لهرن ۾ لڙهي ويو.

"اردو ڪتاب جي ڏيڍ سؤ صفحن جي ڊائجسٽ جــي
قيمت چار رپيه ته سنڌي رسالي جي ٥٠ صفحن جــي
قيمت ٢ رپيه؟ مهانگائي به ايڏي .... اڃان ادب جي
ترقي ٿيندي رسالن جي رکندا گهاٽي پئجي قيمت پوءِ وري
چوندا ته سنڌي هڪ ڪروڙ آهن ۽ رسالا هزار به ڪونه

تا هلن." اهو سوچيندي سوچيندي خبر ناهي ته ڪڏهن مهل ننڊ ڪيس پنهنجي هنج ۾ ڪڍي ويئي.

*　*　*　*

ٻئي ڏينهن ڙي گهر ۾ رکيل، ڪٽ لڳل ڪهڙي ڪڍي، ايڙون اڳڙين ڪي ملائي هڪ رسو ٺهي هو، ڪا سوچ سيني ۾ سانڍي شهر ڪان ٻاهر نڪري ٿو وڃي. شهر ٻاهران وهندڙ شاخ جي ڪپ تي بيٺل ديويءَ جي ڪاڻين ڪي ننڍڙن معصوم هٿڙن سان ڪپڻ جي ڪوشش ڪري ٿو پر هيڏي هوڏي ٻه هر هر نهاري ٿو ته متان بابو اچي وڃي، چاڪڻ جو اسڪول ڪان موٽڻ بعد پيءُ جي مزدوريءَ تي وڃڻ مان فائدو وٺي هو ماءُ ڪان چوري رسو ڪهاڙي ڪڍي ڪاٺيون وڍڻ آيو هو.

ڪافي محنت ڪان پوءِ ڪجهه ڪاٺيون ڪپڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو، ايڙن جي ٺهيل رسي ۾ ڪاٺيون ٻڌي گهيتون ميتون ڏيئي مٿي تي ڪڍي هو شهر آيو شهر ۾ اها ڪاٺين جي ننڍڙي ڀري اڍائي رپين ۾ وڪڻي ٻه رپيا هٿ ۾ رکي باقي اٺين آني ڪي ڪاٺيچ جي ابداڻي ۾ لڪائي "سڌو ڪتاب گهر" واري وٽ آيو ۽ ڪانئس رسالو گهريائين.

رسالو وٺي سڌو گهر آيو .... پڻس اڃا گهر ڪونه هو. هو پاسي ۾ ڪهاڙي رکي درسي ڪتابن واري جاري

وٽ اچي پرسان پيل ڪٽ تي ويٺو .... رسالي جو پهريون ورق اٿلائي سناءَ ڪان پوءِ پـ اکر پڙهڻ شروع ڪيائين جنهن ۾ رسالي جي مرتب لکيو هو تہ "اسان سنڌي رسالن وارن کي سرڪاري اشتهار ڪونہ ٿا ملن- ۴ هزار دان وڌيڪ ڇپائيءَ جو تعداد پڻ ڪونهي انهي ڪري ڪتاب مهانگو ٿيو وڃي. پر تہ بہ اسان هن هزار ماڻهن جي خلوص مان مطمئن آهيون تہ اسان جي هن ڇپايل ڪتب کي ضرور خريد ڪندا."

رسالي جي ٻن اکرن پڙهڻ سان هن آڏو حقيقت جا پڙي پاسا اچي پيش پيا. هن کي هاڻي خبر پئي تہ سنڌي ڪتاب ڇو ٿـا مهانگا ڇپجن- گڏوگڏ هاڻي هـن کي رسالي خريدڻ لاءِ هڪ سوچ پڻ ملي وئي هن هاڻي سوچيو تہ جڏهن بہ ڪو سنڌي رسالو ايندو تہ مان ڪانيون ڪري، ڪپاڻي بہ ضرور ونندس.



— روز جيان اڄ به آفتاب ۽ خانڻ موڪل ملڻ کان پوءِ گڏ اسڪول مان نڪتا. اسڪول جو مک در ٽپيا ته آفتاب وارن جي ڪار بيٺي هئي، ان ڪري آفتاب، خانڻ کان موڪلائي وڃي ڪار ۾ چڙهيو ۽ ڪار روزانو ڪندي هلي وئي. خانڻ کي اڄ الائي ڇو اهي سوچون وڪوڙي ويون ته آفتاب جو گهر شهر ۾ هوندي به ڪار ۾ ٿو وڃي ۽ مان شهر کان ٽي ميل ڳوٺ کان پري! تنهن هوندي به پنڌ!

اڄ کيس خيال ٿو اچي ته، پيءُ کي چئي ته، کيس سائيڪل وٺي ڏئي .... اوچتو کيس استاد به ياد اچي ٿو وڃي جنهن ڪافي منٿن بعد هڪ مهيني مهلت ڏني هيس ته "مهيني اندر اسڪول ڊريس ٺهرائي اچ نه ته اسڪول مان ڪڍي ڇڏيندو سانءِ!"

هن اڄ پڪو پهه ڪيو ته بابا کي چوندس ته مون کي هو سائيڪل ۽ اسڪول ڊريس وٺي ڏي.

سوچيندي سوچيندي سندس ڳوٺ اچي ويو. گهر آيو — اندر اچي هڪ ڪٽ جي ڪنڊڙيءَ تي ڪتاب رکي ماءُ کان پاڻي گهريائين.

ماءُ تڪڙ ۾ قرب وچان جوڙر جي ماني ڳڙ سان آڻي اڳيان رکيس. جيڪا هن کائڻ شروع ڪئي، سندس ماتيءَ جو گرهه نڙيءَ کان هيٺ مشڪل سان لهي رهيو هو. گرهه کي گهيت ڏيندي ماءُ کي چيائين. "امان .... او امان! مون کي سائيڪل وٺي ڏيو پنڌ

ڪريڻڪجي ٿو ڀوان! ۽ امان! ماستر به چيو آ ته اسڪول ڊريس نه پائي ايندي ته اسڪول مان ڪڍي ڇڏيندوسانءِ."

سندس ماءُ جي پريشان اکين مان به لڙڪ ڪرڻ وارا هئا پر هن رئي جي پلاند سان چوهي ورتا ۽ پٽ کي دلاسو ڏيندي چيائين ته: "ها پٽ! پهرين تاريخ تي ڪوڙ سامان وٺي ڏيندا سين."

پهرين تاريخ آئي ويئي، پر پگهار ڪونه مليو ٻي ٽين – چوٿين .... اڄ پنجين تاريخ آهي. سندس پيءُ جيڪو هڪ دوڪان تي نوڪر بيٺل آهي، تنهن کي پگهار ملي آهي – ٽي سؤ رپيا تنهن مان ڪير وارو، سيڌي سامان وارو، پاڃيءَ وارو، ڪپڙي وارو ۽ ٻيڙين وارو! انهن سڀني کي قرض ڏيڻ بعد باقي وٽس پنجاهه رپيا بچن ٿا. انهن پنجاهه رپين مان پٽ کي ڪپڙا وٺي ڏئي، يا سائيڪل! سڄو گهر جو خرچ هلائي يا ڏکيءَ گهڙيءَ لاءِ رکي."

هن جي ذهن ۾ مٿيان سوال ڦرڻيءَ جيان ڦرڻ لڳا. پيءُ جي مجبورين جي ڏسي خانڻ اڄ پنهنجي دل ۾ پڪو عزم ڪيو ته پڙهڻ کان پوءِ پارڙن لاءِ شئي وڪڻندو. ڪجهه وقت جي مسلسل ڪوشش جدوجهد ۽ جفاڪشيءَ کان پوءِ هن اسڪول ڊريس ورتي جيڪا سبراڻي، پائي، هو اسڪول ويو.

هو بيحد خوش هو ڇاڪاڻ جو سندس هڪ آس پوري ٿي هئي. هو .... اسڪول کان موٽڻ بعد روز جيان

شئي ڪٽي شهر وڪڻڻ ويو.

روڊ جي پريان هڪ ڇوڪر ڪيس سڏ ڪيو ان ڪري جيئن ئي هو روڊ مٿي رهيو هو تيئن هڪ تيز رفتار ٽرڪ ڪيس ٽڪر هنيو - اڳتي هلي وئي. روڊ رت سان ڳاڙهو ٿي ويو روڊ تي هڪ ڦٿڪندڙ لاش ڦٿڪيون هڻي رهيو هو.

"سندس اڌوگابري لاش جو وات چريو .... اوهه.... ظا .... لمو! مون .... تي .... ڪجهه .... رحم .... ڪريو ها .... چاڪاڻ جو .... مون کي هڪ .... سائيڪل پڻ .... ونٽي .... هئي .... پر .... .... .... ۽ هو اڃان ڪجهه چوڻ چاهي پيو پر سندس ڪنڌ هڪ طرف جهڪي ويو ۽ هميشه لاءِ خاموش ٿي ويو.



— سندس رحم جو ڳيڙن رڙيون پڙاڏو ٻڌجي منهنجي ڪنن سان ٽڪرائجي رهيون هيون. مان سندس آواز تي اڳتي وڌيس ڇڱن سان جو هڪ ڇوڪر پيرن سڙڻ جي ڪري روئي رهيو هو. سندس هٿ ۾ چنبل چمپل هئي. هو ”لوڻي ٽڪڻ وارو هو.“ پر مون کي الائي ڇو مٽس رحم اچي رهيو هو. جڏهن غور ڪيم ته خبر پيم ته اها ڪشش سنڌي ٽوپيءَ جي هئي جيڪا سندس مٿي تي پئي هئي.

مون ويجهو وڃي ڪانئس نالو پڇيو.

”فريد“ جواب ڪاڏيءَ ۾ ڏنائين. مون جلدي ڪيس ڪاهي تي ڪنيو ۽ ڪنهن موچيءَ ڏنهن وڃڻ چاهيو ته جيئن ٻيس چمپل ڳنڍرائي ڏيان. پر سندس دل ۾ وهم ٿي پيو ته هي مون کي ڪيڏانهن ڪٽي نه وڃڻ چاهي — ان ڪري هن رڙيون ڪرڻ شروع ڪيون.

پر مون ڪيس ٻڌايو ته اسين ڪنهن معصوم کي ڪٽي ڪنهن پيڻ کان ڌار جدا نه ڪندا آهيون. اهي نيڪ حرام ٻئي هان ٿي آهيو جيڪي هن گهر جو پوتر پاڻي پي، ان جا ٿي نيمڪ حرام ٿي ان جا ٿي معصوم ٻنهنجي مامتائن کان جدا ڪندا آهيو.

سندس رڙين تي ڪيترائي ماڻهو گڏ ٿي ويا ۽ مونکي پڪڙي پوليس حوالي ڪيائون. مون گهڻيون ئي رڙيون ڪيون پر هنن منهنجي هڪ به نه ٻڌي.

پورا ڇهه مهينا جيل جون سختيون سهم جيل کان

ٻاهر نڪتس ته وري روئڻ جو آواز ڪن تي پيم ته
پر ان آواز ۾ ميناج آهي. اهو ڇوڪرو پنهنجو آهي.
سندس ڇوڏاري ڪيترائي ماڻهو بيٺا هئا پر اوپرا هئا
ان ڪري ڪوبه سندس حال پڇي نه هو. مور گهو ڪيس
دڙڪا ڏئي رهيا هئا - ته "اڙي ڇوٿو روئين هل هان....
تر .... ته چماٽ نه لڳئي."

۽ هو خاموش سڏڪا ڀري رهيو هو. ايستائين ته
مان خاموش هوس ڇاڪاڻ جو اڳيم ڏي سبق سکيل هئم!

پر وري به رت دانگيءَ تي وري سو پنهجي جي
حيثيت سان مون اهو فرض سمجهو تنهنڪري مان اڳتي
وڌيس - ويجهو وڃي پڇيومانس:

"ابا! نالو ڇا آهي؟"

ڇاڇا منهنجو نالو "دودو" آهي.

"واهه واهه .... ڪيترو نه پيارو نالو آهي."

پر نالي کان وڌيڪ سندس ٻولڻ پيارو آهي. مون
کي پلا هي ٻولڻ پيارو ته لڳي ۽ هو نه .... ڇو؟ اهو
ان ڪري جو هي پنهنجو جگر آهي ۽ هو ڌاريو!

"ڪيڏو نه فرق آهي، پنهنجي ۽ پرائي ۾ پنهنجي
سوچن ڏي سوچن ۾ پاڻ کان سوال پڇي - پاڻ ئي جواب
ته ڏيان"

"ابا .... ڇو روئي رهيو آهين؟"

"ڇاڇا ....! .... هن .... هن .... لوڻي نڪڻ واري
ڇوڪري مون کي ماريو آهي ۽ منهنجي چمپل پڻ

ڦري اڻائين."

منهنجو دماغ چڪر کائڻ لڳو ته ڇاهي- جن کي ڪالهه اسان هن پنهنجي گهر ۾ قدم رکڻ جي اجازت ڏني اڄ هو ايترا ڏاڍا ٿڙس ٿـي ويـا آهن جو اسان جي ٻي ڇوڪري کي مار ڏني اٿن ۽ سندس ڇمپل به ڦري اٿن ۽ وري هن گهر واسيءَ کي دڙڪا به ٿا ڏين.

منهنجا هٿ بي اختيار ان لوڻي ڏڪڻ واري ڇوري تي وڃي ڪڙڪيا ۽ پوءِ اهو ڇماڪن جو مينهن وسندو رهيو- جيسين دودي کي ڇمپل ملي، جيسين دودي کان معافي ورتي ويئي ۽ جيستائين مون کـي لوهي زنجير پارايا ويا.

مان پنهنجي هٿن ۾ لوهه جي هٿڪڙين کي سونا زيور سمجهي پـائي بيهي رهيس، جيستائين دودو گهر وڃڻ لاءِ گهٽيون مٽائيندو، منهنجي نظرن کان اوجهل ٿي ويو-!



— "او ھي گرما گرم چڻا." لاريءَ جي، بس اسٽاپ
تي بيھڻ سان عارب جو آواز اڀريو، ۽ پوءِ تہ سندس
عجيب قسم جي سرن ۽ ھوڪن جو آواز بس جي لوھي
لوھي پتين ۽ شيشي جي درين سان ٽڪرجي پڙاڏو بڻجي
لاريءَ ۾ ويٺل مسافرن جي ڪنن ۾ گونجڻ ٿو لڳي.

"او ھي – گرما گرم چڻا" پتوھہ مسالا، ڇٽيھہ فائدا
گرما گرم تازا چڻا جن ۾ چڻن جي ڇھر، ليمن جي لھر!
"ڪاڏو تہ خبر پئي دنيا ۾ ڪائي ڪپائي کان سواءِ پيو
آھي بہ ڇا؟"

سندس اڌ کان گھٽا چڻا تہ سندس ان آواز جي
ڪري ئي کپندا ھئا. "پئن آني جا ڏي ھڪ ننڍڙي
نينگر ڏانھس ھٿ وڌائيندي چيو."

ھن اڃا نينگر کي چڻا ڏئي بس ئي مس ٽڪي تہ
اٺن سالن جي عمر جي ھڪ سوٽيل بوٽيل ڇوڪر وات
۾ پان چٻاڙيندي، ٽڪ دريءَ مان ٻاھر اڇلائيندي کيس
چيو "ڇئين آني جا مون کي بہ ڏي."

عارب کيس ھڪ ڀيرو گھوري ڏٺو ۽ سندس وات
کي اٺين ٽڪرو ٽڪرو ھلندي ڏسي کيس اٺين محسوس
ٿيو جڻ ڪو آٽ پيو اوڳر ورائي.

"گھوري ڇا ٿو ڏسين!" "ھن" ڇوڪري جي ٽڪر
۾ چوڻ جي ڪري نہ رکيو عارب کان چرڪ نڪري
ويو پر رڙ ڪرڻ سان سندس ئي وات مان گھاڙھو پاڻي
بڙڪ ڏيئي ٻاھر نڪري پيو.

عارب يڪدم کڻدي مان، اخبار جو ڪٽيل پنو کڻيو پر ان پني تي سٺي اداڪارا جو دلفريب انداز وارو فوٽو هو. ان کري اهو کڻدي ۾ رکي وري ٻيو پنو کڻيائين ۽ ان پني تي هٿ سان آهستي آهستي چٽا وجهي وزن کي ڏسي، مٿان بصر، ٻڪالي ۽ ٽماٽي جون ڪجهه ڪٽريون وجهي ليمي کي ٻن آڱرين ۽ هڪ آڱوٺي سان زور ڏنائين ته ليمي مان رس اچي ڇٽڻ تي پئي. ليمي جي رس وجهي پني تي پيل انهن ڇٽڻ کي ٻنهي هٿن ۾ وجهي زور زور سان هيٺ مٿي ڪري وري ساڳيا هوڪا ڏيندي "هن" ڇوڪري کي ڏنائين. "ڇوڪري" مٿين ڏندن سان هيٺين ڇپن تي زور ڏيندي ڪانئس چٽا ورتا. شايد ڪيس اهو ڏپ هو ته ڳالهائڻ سان مٿان ڳاڙهو پاڻي نه ٻڙڪ ڏيئي ٻاهر نڪري.

"ڇوڪري" عارب کان چٽا وٺي پان کي وات ۾ان کڏي، ڪجهه چٽا هٿ ۾ لاهي جيئن ئي وات ۾ پئي وڌا، تيئن سندس ڌونٽ وجي سندس پرسان ويٺل سندس ئي سوٽيل بوتيل مائٽ کي لڳي جيڪو شايد ڏکي سفر جي ڪري ننڊ ۾ پيو هو. ۽ ننڊ ۾ شايد اهو سوچي رهيو هو ته پهريان ڪيئن نه هو واءُ سواءُ لهڻ لاءِ اڪيلو هٿ آيو هو ته ڏسي ته هٿ ڪا ڳڙٻڙ ته ڪانه آهي. پر جڏهن هٿي پهتو ته خبر پئي ته هٿي جا مالهو ته بلڪل ابوجهه ۽ الله لوڪ آهن ۽ هو دنيا جي هن ڪنڊ ۾ ويٺا الله الله ڪن — نه ڪنهن جي ٻن ۾

سندس ان اوپري ۽ بي سري آواز گهٽڻ ڪي ننڊ مان اٿاري ڇڏيو پر تڏهن به ڪيس ٻار سمجهي ڪنهن ڪجهه ڪين چيو. هنن ٻنهي ڇٽڻ جو منهن ان آواز ڏانهن ڦيري ويو. ۽ لاڻي ڪهڙي ڪشش جي ڪري ڇٽڻ انن جا ڇوڪري ۽ ڇٽڻ انن جا وڏي ڇٽا ورتا. جڏهن ته اهي ڇٽا ٻاروٺا هئا ــ منجهن نه ليمو نه مسالو ۽ نه ڏي ٻنالا، ڇماٽا ۽ بصر هئا. پر تڏهن به هنن مزي مزي سان پئي کاڌا.

عارب ڪـي ڪجهه وقت سوچڻ کان پوءِ ڳالهه سمجهه ۾ اچي وئي ڪيس اج انهن ٿي ڪاوڙ آئي جي پنهنجن جي دڪانن تان ڇڏو سامان نه وٺندا هئا. اج ڪيس پنهنجو پاڻ تي به سخت ڪاوڙ آئي ڇاڪاڻ جو هو به ڇٽا پنهنجن وڏان نه وٺندو هو. اج عارب تي هن واقعي ايترو ته اثر ڪيو جو هن وچن ڪيو ته اج کان پوءِ هو ڪڏهن پلجي بـه سندن دڪان تـان ٽڪي جو به سودو نـه وٺندو ۽ اهڙي ڏي صلاح ٻين کي پڻ ڏيندو.

اوچتو بس اسٽارٽ ٿي ۽ هو ٽڪڙو ٽڪڙو بس مان لٿو. پر لهڻ کان اڳهه هـن هڪڙي نظر هنن ڏانهن اڇاي ــ تيز ۽ ٿهاري!

اج هنن کـي ڀهريون ڀيرو اهو محسوس ٿيو تـه هت جـا ماڻهو ابوجهه آهن پر پنهنجا حق وٺڻ خاطر هو ظالم ۽ ٿهاري به بڻجي جاڻن. عارب بس کان هيٺ

نہ ڏن ۾.

هتان جو اهو حال ڏسي، مٿان وري جو هتان جون سون اپائيندڙ زمينون ۽ شاهوڪار ديس ڏڏئين تہ دل چيس تہ ”اتي چپا آهي، ويهڻ لاءِ رکو ڏاڏي مرحوم جي جاءِ آهي. اها بہ چاڻ ڏني پوءِ وري ايترا پئسا ڪيڏانهن ايندا جو ان کي ٺهرايون. اهو سوچي پنهنجي ملڪ ويو ۽ هاڻي پاڻ سان گڏ پنهنجي گهر جا ڀاتي بہ آندا اٿائين تہ من هت ڪا ترقي برقي ٿئي.“

”چوڪر جي ٽونٽ لڳڻ ڪري. سندس سوچڻ جو اڻ کٽ سلسلو ٽٽڻ ڪري سندس شڪل مان عجيب قسم جا تاثر پيدا ٿيڻ لڳا ۽ شايد سندس تاثرات کي ڏسي ”چوڪر“ کان چٺا ڪاٺ ٿي وسري ويا.

هن مڙسالوءَ اکين ئي اکين ۾ جوش مان چوڪر سان ڳالهايو چوڪري اهو مطلب سمجهي ورتو ۽ هٿ ۾ پلٽيل چٺا واپس پني ۾ وجهي عارب کي چيو—

”هي چٺا پاروٺا آهن، ان ڪري نہ ڪپن مون کي چار آنا واپس ڏي!“ عارب هوندئن نہ ڪنهن ڪان چٺا واپس ڪونہ وٺندو هو پر الائي ڇا جي ڪري ڪانئس پنهنجا قائدا ۽ قانون ئي وسري ويا هٿ ڊگهيري چار آنہ کيس واپس ڏنائين ۽ پنهنجا چٺا وٺي ٿالهہ ۾ وجهي وري زور زور سان هوڪا ڏيڻ لڳو.

اتي هڪ ٻيو چوڪرو جنهن وٽ ڪالهوڪا پاروٺا چٺا ٿالهہ ۾ هئا اهو بس ۾ چڙهي آيو— ۽ آواز اٿاريائين.

لٺو. بس چالو ٿي ۽ منزل ڏانهن راهي ٿي ـ ۽ ڪجهه
لمحن بعد بس نه پر، پويان رکو دونهون هو گهاٽو.
عارب سوچيو ته نيٺ هي دونهون وڌڻي ويندو ۽ اکيون
اکين جهڙيون ٿينديون!



— ”جهوپڙو“ گنديءَ جي پوريان ظاهر ٿيندي، ٻوڙي، وڏي نم جي وڻ کي ڇهندي واڻ ڇيو.

پريان جڙيو ڪاپچي پيو. ”ڪاپي ويو ڪاپي ويو“ جا هوڪارا ٿي ويا ۽ آڳ جڙئي ٿي آئي.

”مان ڏيڍيءَ ڏي وڃي لڪندس، خانوءَ کي ٻه پاڻ مان لڪئيندس، آهي هرڻءَ ڏي ڦنجهو، سدو اتي اچجان. مان پڇي ويندس، پڪڙي وجهجانس.“ عارب اکيون پٽندي ڦڪو هنيس.

”چڱو — ٺيڪ آ!“ جڙئي چيو.

عارب ڊوڙندو خانوءَ ڏي وڏيو ۽ کيس گهليندي چيائين، ”اتي ڪٿي تو لڪين، اها ٻه ڪا لڪڻ جي جاءِ آ؟ هلي آ ته هيڏي ٿا لڪون. پلي ڏڌي ننهن چوٿيءَ جو زور، ڏسون ته ڪيئن ٿو ڳولي؟ ها! هاڻي تون اتي ويهه ته مان هيڏانهن ٿو لڪان. سڀ لڪي ويا.“

”ها!“

”ڪيان ڪوڪ؟“

”پلي!“

”ڪو — ڪو — ڪو!“ عارب ڏاڍيان ڪوڪ ڪئي.

”بيهه اچان — ڪاپچي نه پئين!“

”نه يار — پڙتي ويو آهي“ ۽ لوهه ڏئي خانوءَ وجهي جهوپڙو ڪيو. شڪي ٿيندي عارب ٻـ..وڃي جهوپڙو ڪيو. ڏاڍي ڪاوڙ آيس جڙئي تي. ”الله ڪري ته

کوبه کاپجي؛ ته وري لوڙي، هون منهنجي ڳالهه ٻڌي نه ٿو مڃي کوپلو! اوهيو "جادو" به ونگ مان پڇي آيس. اڙي! خانو به گوهي ڏئي ويس. چڱو ٿيس. باقي الله ڪري "علو" بچي، آصف ۽ رجب وارا ته ڊونءُ ڏي ٽڪا اٿس. ها! اتي آصف سان اڏڪيو آن پٽ! علو الاڻي ڪاڏي ويو اجان ظاهر ٿي نه ٿيو آهي." هورا ڪورا هيس دل ۾ ته خانوءَ جو آواز ڪن پيس.

"او هي ٿو اچئي علو!"

مسين ٻت ۾ ساهه پيس، "هاڻي ساڻو ٿي مرندين پٽ! آڏو به آصف ۽ رجب ٿئي! او اتي! رجب به نڪري ويو. اڙي — اڙي هي آصف ڇا ٿو ڪري! ها — ائين ڪرينس متان نه مڃين. هون آيو آ رانڊ ڪرڻ! مڃي اسان "بزرگن" جي صلاح ٻڌي نه ٿو سو چڙهندو رانڊ ۾! مون چيو ته آهي غريب جو ٻار سو ڪيانس ٿورو! ڪهڙي ڪل ته ڪو پنهنجي هلائيندو!" سوچ جي سلسلي کي روڪي ڪانئن پڇي ٿو.

"ابا! — سيئي جهوپڙو ڪيو؟

"ها."

ڪنهن کي ٻڌي نه پڪڙي سگهيو نه؟

"هي ڇا پڪڙي سگهندو جهمٽو!" آصف ڊاڪ تان هٿ لاهيندي چيو.

"چڱو وري وڃي ڪو، نڪڙ ۾ ته مان اکيون بڌي ڪوڪ ڪيان!" عارب ڪين چيو.

"اڙي مون ڇا چيو مانءُ ته سڌو هيڏي اچجان؛"

ڇڙٻي کي آهستي چيائين.

”يار ڳالهه ٻڌ نه! رحيم هتان هتان لوهه ڏني، مون جي ايڪي پڪڙي وجهندو مانس پر .............“

”پر - پر - رڳو تنهنجي پنهنجي هلائڻي! هر ڪم چالاڪيءَ ۽ ڪنهن جي سات کان سواءِ نه ٿي سگهندو آ. سنئين راند سونٽي جي هتي ڪار ناهي. ڏسان ته تون هاڻي ڪيئن ٿو ڪنهن کي ڪاپائي سگهين.“

”يار!- ائين نه ڪر! ڪاوڙ سا به مون سان، ڏس! مون ڪونه اڳي اڳي ڏکر واري ميچ ۾ تنهنجي مدد ڪئي هئي.“

”اڙي هل هل! ڪهڙي منهنجي مدد ڪئي هئي؟“

”نو جتان ست گهريا هئا اتان قسمان پنجاهه به نه ڏين ها. اهو مان هوس جو آڪ کي چيو هوم ته ”ڏي ويندا“ تڏهن ته ڏنا هئائين نه ته ست به وڃنئي ها ته آڳ به - پو مان به ڏسان ها ڪيئن ميچ کٽين ها؟!“

”اوڙي مون هن ونهه وڏيءَ ۾ ڪونه تنهنجي مدد ڪئي هئي ۽ هاڻي به! نه ميچيندين منهنجي، ته پو مان ڇا ڪيان؟“

”يار - ائين نه ڪر!“

”ڇا ٿي پوي،“ مارب چڪ ڏئي سندس اکيون ٻڌي سڌيءَ خانوءَ ڏي ويو.

”ڳالهه ٻڌ! تون ورانڊي وارن ٻن ونگن جي وچ واري ٿنڀي جي پويان وڃي لڪي ڪوڪ ڪر - مان

جهوپڙي واري وڻ جي پوپان تو وڃي لڪان!"

"ٺيڪ" چئي خالو ونگن ڏانهن هليو ويو ۽ عارب جهوپڙي ڏي. وڻ جي ويان بيٺو ٿي مس ته ڪوڪ ٿي جڙئي چڪي اکين تان اگوٺو لاٿو. گهڙيءَ لاءِ اکيون چنيهندو رهيو ۽ پو صفحي جي پوئين پاسي ڏانهن ڊوڙيو "جهوپڙو!"

چڻ بريڪ لڳي ويس جهٽ ڪن لاءِ پٿر بڻجي ويو. ذهن منتشر سوچڻ جي ناقابل - پر قدمن تي مس پهتو ته جهوپڙو!

"ڪٿي لڪل هو؟ ڪٿان آيو؟ ڇو جهوپڙو ٿي ويو؟" ننڍڙي ذهن جي لحاظ کان وڏا سوال. لمحي لاءِ سوچيائين ۽ پو وراڻدي ڪاڻ ڊڪ پريائين. ساڃي ونگ مان ڏٺيو ته ڪاهي مان خالوءَ به اچي جهوپڙو ڪيو ۽ پو ته پريان باغ واري پاسي ڏانهن سيني اچي جهوپڙو ڪيو. ڪنهن ڏي به پنهنجي نه ڏسي ڏکوئجي ويو ۽ پو چيائين.

"من بس ڪئي!"

"آڳ نه ڏيندو آڳيڙو - ماڻس پڻس جو ڳيڙو!" جڙئي جو انهن چوڻ ۽ پارن جو سر سان ڳائي ڪوس جڙائڻ ماءُ ۽ مرحوم پيءُ جي شان ۾ گستاخي! چاهيائين ته سيني پارن کي، اکيون ٻڌڻ واري انگوشي سان سونٿو ڏاهي مار ڏئي پر اچان سوچ ۾ ئي هو ته عارب اچي ڳلي کان ورتس.

”اشرافت ۾ آڳ ڏي نه ته ڪڇيانءِ نه ٻانا! اهڙو آن ته پنهنجي آڳ ۾ بس ڪجان!“

”دهلجي ويو ۽ ٻوءِ ڪجهه سوچي چيائين: ٺيڪ آ مان آڳ ڏيان ٿو!“

”ايترو زور ته نه ڏي، اکيون ٿو ٻڏين يا موراڳي ٿو ڪڍين.“

”هون — راند ڪيڏڻ ڪو مٺائو ڪم آ ڇا؟“

”چڱو ڇٽي لمحي ڪان پوءِ ذرڙ ڪي ٽانئي ٿو، ٿورو انگوشو ڍلو ٿو ٿئي. ڪنهن جي منهن سان ٽڪڙ ۾ انگوشي ڪي ٿورو مٿي ڪري ٿو وٺي — ٿوري نظر پنجي سگهي پئي — گلن باغ ڏي پئي وٻو عارب ٽالهيءَ تي پيو چڙهي—

”ٺيڪ آ!“

۽ ٻو ڪوڪ ٿي ٿئي — ۽ جڙيو ٻوڙي وڃي ٽالهيءَ جي وڻ هيٺان ٻيهي ٿو رهي.



"ٺڙ...." چماٽ اياز جي ڳل تي.

"اڙي انهي ڪالهوڪي ڇوري سان ڳڏ گهمندين؟"

اياز چپ – جهڙي پٿر.

"ٻڌاءِ نہ تہ آئندا ڪڏي ڇڏيندو سانءِ."

اياز کان ڇرڪ نڪري ويو.

"نہ بابا."

"هون! ڪٿي اسان جي عزت، ڪٿي انهن ڪميڻن جي! اڙي ڪهڙي شئي گهرجئي – جيڪا نہ اٿئي ٻڌاءِ تہ هينئر ئي گهرائي ڏيانءِ، اجايو لوفر ڇورن سان گهمي، اسان جو بہ وقار ٿو وڃائين."

۽ پوءِ رئيس نورالدين جيپ ۾ چڙهي ٻنيءَ تي هليو ويو.

۽ پوءِ اياز سڀ رانديڪا هڪ هڪ ڪري ڀڃي ڇڏيا.

"رانديڪو دل پرچائي سگهي ٿو؟" اياز نم جي وڏي وڻ جي هيٺان ڇپر تي ويهي سوچي ٿو." نہ نہ. رانديڪو رڳو وقتي طور تي سڪون ڏئي سگهي ٿو– دل ليائي سگهي ٿو پر ....... آخر هي جانو، خانو، وريام، گلو، ولو هي هيترا سارا ٻار پاڻ ۾ راند ڪيڏن ٿا، انهن کي ڪا عزت ڪانهي. ڇا ٿيندي آ عزت! مون کي تہ اهو حق ڪونهي مان ڳوٺ جي ٻارن سان راند ڪيڏي سگهان. هي نوان نوان رانديڪا هي موٽرون، هي ڳڏا ۽ هي هي ....... هي تہ اکين کي ئي سڪون ڏئي ٿا، سگهن ۽ منهنجي تہ دل کي سڪون گهرجي

۾ دل کي راندڪا سڪون ڏئي نه ٿا سگهن. دل کي
نه مون جيڏائي سڪون رسائي ٿا سگهن. خير --- اڄ
آخري دفعو ته گلاب سان ملي اچان" اهو سوچي هو
ڏڪندڙ قدمن ۾ تيز ڌڙڪندڙ دل سان اٿي گلاب وارن
جي گهر ڏي وڃڻ تو لڳي.
"پٽ رئيس وڏي واري ڇوڪري سان نه گهمندو
ڪر! هو رئيس ماڻهو آهن - اسان غريب، ڪٿي انهن
جي عزت، ڪاٿي اسان جي - ڌرتي ۾ آسمان ڪڏهن
به ملي نه ٿا سگهن پٽ! تون --- تون هتي راندڪن
سان کيڏندو ڪر."
اياز در کان هتي ويو- ذهن ۾ نوٽن راند کيڏڻ
لڳس. "هن جي ماءُ کيس مون کان جهلي رهي آهي-
ها اها ته ڳالهه واقعي صحيح آ ته آسمان ۾ زمين جي
پاڻ ۾ مليا ته هي ڪائنات ڇيهاڇيي وينڊي پر --- ڇا
او، هو، سامهون پري پري آسمان ۾ زمين ڪونه مليا
آهن؟- ويجهو ته اسان به نه مليا آهيون بابا جي چوڻ
تي ڳوٺ جي ته ڪنهن ڇوڪري سان سنگت نه رکيم
پر هاڻي هي ته پري کان ڪٿان لڏي آيا آهن، هن
سان به مان .... ڇو تو بابو جهلي ته انهيءَ سان به نه
ڳالهاءِ؟"
"اياز اتي بيٺو آهين؟"
"توسان ملڻ آيس وري اتي ڏي بيهي رهيس." گلاب
هن جي منهن ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ ٻنهي ڪنڌ هيٺ

ڪري ڇڏيو.

”اڄ تہ واھہ تان ڇڪر ڏئي اچون.“ اياز چيس.

”نہ يار! ٿورو ڪم آ مون کي!“ گلاب جان ڇڏائڻ اري انداز ۾ چيو.

اياز سمجهي ويو ۽ چيائينس:

”گلاب اڄ اسان جي ملڻ جو آخري ڏينهن آ. اڄ کان پوءِ شايد ڪڏھن بہ ملي نہ سگهون ۽ تون اڄ بہ ..........“

”ڇڱو“ ۾ پوءِ ھو ٻئي ڪنڌ ھيٺ ڪيو چپ چپ ھلندا رھيا. واھہ جي ڪپ تي پهچي اياز کيس چيو:

”ماسي توکي مون سان ڳالهائڻ ۾ ڪٿي گهڻي تان چو ٿي جهلي.“

”اھا تہ مون کي بہ خبر نہ ٿي پوي!“

”ڇڱو ٻڌ! - سياڻي کان وٺي اسان پاڻ ۾ ڪونہ ڳالهائيندا سين ۽ نہ ئي ملندا سين - توکي ڏک تہ ضرور ٿيندو پر ٻڌاءِ ياد ڪندين؟“

”ياد - چو نہ - پر ڏک! ڏاڍو رسندو. ھون۽ تہ ھن اڳين ڳوٺ ۾ مون سان ڪو ڇوڪرو ڪونہ ڳالهائيندو ھو ۽ جي مان ڳالهائيندو بہ ھيومان تہ ھو مون کي ”ماءُ تي گاريون“ ڏيندا ھئا. پر ھتي تہ اسان جي سنگت پڪي ٿي وئي ھئي پوءِ بہ الائي چو....؟“

”ڇڏ ھاڻي انهي ڳالهہ کي اٿ ھاڻ تہ ھلون!“ ۽ پوءِ ھو اٿي واپس ورڻ لڳن ٿا. اڃان گلاب وارن جي

گهر ۾ ڪجهه فاصلو هو ته هنن هڪ ٻئي کان موڪلايو.
اوچتو اياز جي نظر گلاب وارن جي در تي پئي جتا
ڪيس پنهنجو پيءُ رئيس نورالدين، ور ڻاهيندي، ٻا
نڪرندي نظر آيو. اياز تڪڙ ۾ وڻ جي اوٽ و
ويو ۽ سوچڻ لڳو ته ”جيڪڏهن بابا مون کي گلا
سان ڳالهائڻ ۽ گڏ گهمڻ تان جهلي ٿو ته پاڻ گلاب
وارن جي گهر ڇو ٿو وڃي؟“ کيس ياد ٿو اچي پئس
ڇيو هوس ته ”ڪٿي اسان جي عزت! ڪٿي انهن ڪمين
جي عزت!....“ ”جيڪڏهن هي ڪميڻا آهن ته پوءِ بابا
پاڻ انهن ڏي ڇو ٿو وڃي؟“

سامهون ڏٺائين ته گلاب آخري دفعو ڏانهس ڏٺو!
۽ پوءِ هن جي اکين ۾ گلاب جو فوٽو ڌندلو ٿي ويو.



ظفر عباسي:

اپريل فول جي موقعي تي ٻوڙن خرچن جي ڇهين تي ٻي

اپريل ۱۹۴۴ع تي سچ پچ ۾ ڄمي پيو. [جنم ڀومي- آباد، ڪنڊيارو]

ڪلا ڪيتر ۾: نينڍڙي ڄمار ۾ ئي پنهنجن مڪمل حواسن سان ڏوهي

آيو. سندس پهريون حملو سخڙي ڪهاڻي 'تي ٿيو' منزل جي

تلاش ڪئي 'صداءِ سنڌ' پبلڪيشن ۾ ڇپيو. هن باقاعدي ادب ۾ پهرين

وک 'ساهتي' پبليڪيشن جي قيام ۾ گهرا گهرا هاو [پنهنجي ڪهاڻين جي

مجموعي ۱۹۷۹] ڇپجڻ سان کنئي. ان کان پوءِ سندس ٻي وک

ٻارڙن جي هن ڪهاڻين جي ڪٽڪي سان کڄي رهيو آهي.

هيل تائين: چوهٺ [۶۴] ڪهاڻيون. [ڇپيل: ۴۴] ٻه عدد ناول،

ٻارن ۽ وڏن لاءِ مختلف ڪالمن سان گڏ هائي شاعري به ڪري

رهيو آهي. آس آهي ته پاڻ جلد ادب ۾ وڏيون وڏيون پرانگهون

پري آڻي وڌي ايندو.

ذاتي طرح: پاڻ نهايت سباجهي سياڻ وارو ماڻهو ۽ ڳنڀير قسم جو

ماڻهو آهي. دوستي جي معاملي ۾ ڏاڍو نرم ۽ ملائي جهڙو مٺو-

آهي. دشمني ڪانئس پڇي ته ڪانه پر جي ڪو زوري ڳچي پئجي ويس

ته پوءِ هماليه جهڙو اڏول ۽ سخت ۽ ٿوهر جهڙو آڏو ۽ ڪرڙو ٿي پوندو آهي.

مون سان: سندس پهرين ملاقات روشن عباسي، حمل فقير ادبي

ڪانفرنس ۾ ڪرائي. پاڻ پنهنجي سيتل سيتل نيڻن سان مون

کي پهرين نظر ۾ ئي پنهنجو ڪري ويو. اڄڪلهه پاڻ منهنجو مرحوم

ڀاءُ غلام شبير [جيڪو پنهنجي معالن جي ننڍڙي ڄمار ۾ ئي اسان سڀني

گهر جي ڀاتين کان پنهنجي ڀاتن ڀاتن لولن سميت رسي ويو هو] هاڻي

ٻيو جنم وٺي موٽي آيو آهي —

علي نواز فلڪ

18-9-81

واپڊا ڪالوني حيدرآباد

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَڻَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَڻَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَڻَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَڻَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَڻَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَڻَ پاڻ هِڪِبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَڻَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ پلي ڪمائي، رُڳو پَڻَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهه ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بهِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهه پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بهِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي به ڪٽين، جيڪي به ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نه آ، هي بيتُ به بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته "هاڻي ويڙهه ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نه وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نـہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)